# الله
# رحمان ۽ رحيم آهي

تاليف اسماءُ الحسنيٰ

حضرت محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه

حاشيا، ترتيب ۽ تحقيق

نور احمد ميمڻ

حڪمتِ قرآن انسٽيٽيوٽ

جامع مسجد رباني، هاءِ وي ڪالوني،

اسڪيم _33، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ

فون: 0313_2707097



حق ۽ واسطا ڪليل


ڪتاب جو نالو: الله رحمٰن ۽ رحيم آهي

پهريون ڇاپو: 2020ع

تاليف اسماءُ الحسنيٰ: حضرت محمد راشد روضي ڌڻيؒ

حاشيا، ترتيب ۽ تحقيق: نور احمد ميمڻ

ڪمپوزنگ: عبدالله جروار

ڇپيندڙ: ذڪي سنز پرنٽرس، ڪراچي

ڇپائيندڙ : حڪمتِ قرآن انسٽيٽيوٽ، ڪراچي

قيمت : 30/= رپيا


## دعوتي سلسلي جا ڪتابڙا

(1) الله رحمان ۽ رحيم آهي (2) دعوت الي الله (3) منهنجو قرآن تي عمل پورو يا اڌورو؟ (4) هڪ مسلمان جي لاءِ محبت ۽ دوستيءَ جو معيار (5) مسلمان جي حيثيت ۾ منهنجي ذميواري (6) ڪير آهي جو الله کي قرض ڏئي؟ (7) قرآن سمجهي پڙهڻ لازم آهي (8) الله تي ايمان جون عملي صورتون

**هي ڪتابڙا ڇپائڻ جي اجازت آهي. سرنديءَ وارن ماڻهن يا مسجد انتظاميه جي پاران نمازين ۽ پاڙيوارن ۾ تقسيم ڪرڻ سان دعوت جي وڌي ديني سرگرمي سرانجام ڏئي سگهبي. ان مقصد جي لاءِ ڪنهن به موضوع جا هڪ سؤ ڪتابڙا هڪ هزار رپين ۾ هيٺين هنڌن تان ملي سگهندا.**

اسٽاڪسٽ

- سنڌيڪا اڪيڊمي B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021-32737290
- سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ، 03133692150
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803 -03013431537
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، جي پي او روڊ پوسٽ آفيس پٺيان لاڙڪاڻو فون: 03313480039


رابطي لاءِ:

**حڪمتِ قرآن انسٽيٽيوٽ**

جامع مسجد رباني، هاءِ وي ڪالوني،

اسڪيم-33، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ

فون: 0313-2707097

# فهرست

## مهاڳ

# اسماءُ الحسنيٰ جو انساني زندگيءَ تي اثر

قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ:

وَلِلّٰهِ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى فَادْعُوْهُ بِهَا ...(الاعراف : 180)

ترجمو: ”الله تعاليٰ جا نالا (۽ صفتون) پاڪ ۽ پيارا آهن، تنهن ڪري توهان انهن ئي نالن سان ڪيس پڪاريو ۽ پچاريو.“

الله تعاليٰ کي انهن نالن سان پڪارڻ ۽ پچارڻ ۽ اطاعت لاءِ معيار بنائڻ جو قرآن ۽ حديث ۾ آيل حڪم اسان جي زندگيءَ ۾ انهن نالن ۽ صفتن جي اهميت چٽي ڪري سامهون آڻي ٿو. انسان کي خليفو يا نائب ڪري پيدا ڪيو ويو آهي ۽ انسان جي انهيءَ نيابت لاءِ الله تعاليٰ پنهنجي نالن ۽ صفتن جو شعور قرآن مجيد جي ذريعي انسان کي ڏنو آهي. انهيءَ حوالي سان اسماءُ الحسنيٰ هڪ طرف ذات باري تعاليٰ جي معرفت جو هڪ وسيلو آهن تہ ٻئي طرف انسان جي پنهنجي ذات جي نشونما يعني تڪميل انسانيت جو ذريعو آهن. انسان بحيثيت خليفي جي، انهن اسماءُ جو جيترو زياده علم، شعور ۽ عمل رکندو، اهو ذات باري تعاليٰ جي معرفت ۾ بہ اڳرو رهندو. ساڳيءَ طرح سندس انسانيت ۾ بہ توازن، حسن ۽ نکار هوندو. حجة الاسلام امام محمد غزاليءَ پنهنجي ڪتاب شرح اسماءُ الحسنيٰ ۾ فرمائين ٿا تہ:

”الله تعاليٰ جي اسماءَ ۾ مقربين جو حصو يا صفتن سان تعلق ٽن ڳالهين ۾ آهي:

صفتن سان پهريون تعلق: انهن اسماءُ جي معنيٰ کي ڪشف ۽ مشاهدي سان سمجهڻ. انهن صفتن جو الله تعاليٰ سان موصوف هئڻ اهڙي طرح منڪشف ٿي وڃي، جهڙي طرح انسان کي پنهنجي صفتن جي مٿان يقين ٿي ويندو آهي، جيڪو ماڻهوءَ کي پنهنجي عملي زندگيءَ جي ذريعي باطني مشاهدي سان حاصل ٿيندو آهي.

صفتن سان ٻيو تعلق: الله جي انهن صفتن کي اهڙي عظمت جي نظر سان ڏسڻ جو ماڻهوءَ کي پاڻ انهن صفتن سان حتي الامڪان متصف ٿيڻ جو شوق پيدا ٿي پوي، تان جو ماڻهو انهن صفتن جي ذريعي

خدا جي ويجهو ٿي پوي.
صفتن سان ٿيون تعلق: انسان جو ممڪن حد تائين انهن صفتن کي حاصل ڪري انهن جي خوبين سان پنهنجي ذات جي نشونما ڪرڻ، اهڙي طرح رباني ٻانهو يعني رب جو مقرب بنجي وڃڻ، ڇاڪاڻ ته انهن صفتن جي ڪري ماڻهو ملاءَ اعليٰ جي انهن فرشتن جو رفيق بڻجي ويجي ٿو، جيڪي بارگاهه الاهي ۾ مقربين آهن. پوءِ جيڪو شخص انهن صفتن سان جيتري مشابهت حاصل ڪري وٺي ٿو، ان مشابهت آڏار الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪري وٺي ٿو.“ (شرح اسماءُ الحسنيٰ)

حضرت محمد راشد روضي ڌڻيؒ پنهنجي دور جو يڪتا ولي، عالم، داعي ۽ سماج سڌارڪ انسان هو. هُن پنهنجي علم، رشد، هدايت ۽ دعوتي ڪوششن سان هزارين صالح ۽ ديندار انسان پيدا ڪيا ۽ سندس پيدا ڪيل جماعت لکن جي تعداد ۾ هند ۽ سنڌ ۾ موجود آهي. هن بزرگ دعوت جي اسپرٽ ۽ اڻٿڪ ڪوشش سان انسانن کي اونداهين مان ڪڍي ﭘاڻ کي الله جو وڏو ولي ثابت ڪري ڏيکاريو. عالم به ڪمال درجي جو هو. حضرت روضي ڌڻيءَ جي علم ۽ سندن سڌارڪ ڪوششن تي ڪم ڪرڻ جو وڏو ميدان آهي. شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ حضرت روضي ڌڻي چيئر به قائم آهي، اها مؤثر ڪم تڏهن ڪري سگهندي جڏهن حضرت روضي ڌڻيءَ جي ڪمن کي هند ۽ سنڌ لاءِ هڪ وڏي سوشل ريفارميشن جي تحريڪ طور اڳيان آڻي. حضرت روضي ڌڻيءَ جي ولايت به انهيءَ ريفارميشن جو لازمي مظهر ۽ حقيقت آهي. ٻين موضوعن تي لکيل ڪتابن سان گڏ شرح اسماءُ الحسنيٰ حضرت روضي ڌڻي جو بلند پايہ علمي ڪتاب آهي. 2008ع ۾ شايع ٿيل ان ڪتاب ۾ الله تعاليٰ جي اسماء جي ڪبريائي، تقدس، ان جي قدرت، ان جو جمال، ان جو انساني زندگيءَ تي اثر، ان جو انسان لاءِ تعبد، تعلق، ۽ تخلق کي ڪي نهايت عالماڻي نمونے پيش ٿيل آهن. مولانا محمد اسماعيل ميمڻ نوشهري واري فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب جو شاندار سنڌي ترجمو ڪيو آهي. مون ان ڪتاب مان الله تعاليٰ جا ٿي اسماءَ منڍ وارا سامهون رکي ان تي حاشيا لکي هي ننڍڙو ڪتاب تيار ڪيو آهي. حضرت روضي ڌڻيءَ جي ڪتاب اسماءُ الله الحسنيٰ مان ورتل عبارت ٿلهن اکرن ۾ پڌري آهي ۽ حاشيا سنهي لکت ۾ ڏنل آهن. مون کي پڪ آهي ته هن ڪتاب پڙهڻ سان اوهان کي حضرت روضي ڌڻيءَ جو مڪمل ڪتاب پڙهڻ جي ضرور امنگ پيدا ٿيندي.

نور احمد ميمڻ

# الله سُبْحَانَهٗ وَتَعَالٰى

الله (ﷻ) جيڪو عبادت جو مستحق آهي، هي ان جو ذاتي نالو آهي، جڏهن تہ سندس ٻيا سمورا نالا صفاتي آهن. حقيقت واري واٽ جي پانڌيئڙن وٽ ”الله“ ان موجود پاڪ ذات جو نالو آهي، جيڪا الوهيت (الله هئڻ) جي سمورين صفتن سان سينگاريل آهي، ۽ اهائي ذات پنهنجو حقيقي وجود رکي ٿي، ۽ ان يڪتا (هڪ ئي) ذات ڪانسواءِ هر موجود شيءِ پنهنجي ڪا بہ ذاتي حيثيت نٿي رکي، باقي هن ڪائنات ۾ هر چيز کي جيڪا حيثيت يا وجود حاصل آهي، اهو فقط خالق ڪائنات سان نسبت ۽ تعلق جي آڌار تي آهي ۽ ان بنياد تحت آهي تہ ان شيءِ جو رخ پنهنجي خالق ڏانهن رهيو آهي. اهڙو ئي اشارو هن آيت مبارڪ مان ملي ٿو: اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيمِ: ”كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ“ (القصص:88) يعني تہ هر شيءِ کي فنا آهي، مگر ان جو طرف، يعني ان جي نسبت ۽ تعلق کي بقا آهي، اهو هميشہ قائم رهندو، باقي ٻيون سموريون نسبتون ۽ تعلق ختم ٿيندڙ آهن، تنهن ڪري اهو چوڻ بلڪل درست آهي تہ ”لَا مُوجُودَ فِي الْحَقِيْقَتِ وَبِا لْذَّاتِ اِلَا اللّٰه“ يعني حقيقت ۾ ۽ ذاتي طور تي الله (ﷻ) ڪانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جو وجود آهي ئي ڪونہ.

الله (ﷻ) ان واجب الوجود پاڪ ذات جو مخصوص نالو آهي، جيڪو صحيح معنيٰ ۾ عبادت جي لائق آهي. جڏهن تہ لفظ ”الٰه“ جي معنيٰ آهي معبود، پوءِ اهو سچو هجي يا ڪوڙو، اهو لفظ انهن ٻنهي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. اسم ”الله“ جي مفهوم ۾ الله (ﷻ) جي سمورين صفتن جي معنيٰ موجود آهي، جڏهن تہ ٻين مبارڪ نالن جي نسبت باري تعاليٰ جي بيشمار صفتن مان ڪنهن هڪ صفت ڏانهن ئي آهي ۽ هي اسم مبارڪ الله (ﷻ) ڪانسواءِ ٻي ڪنهن لاءِ بہ استعمال نٿو ڪري سگهجي، نہ

حقيقي طور ۽ نہ وري مجازي طور. باقي سندس ٻيا صفاتي نالا ٻين لاءِ بہ استعمال ٿي سگهن ٿا، پوءِ ڪٿي اهي مجازي طرح ٿي چو نہ هجن.• ان مان اها ڄاڻ ملي ٿي، تہ ان مالڪ الملڪ جي بابرڪت نالن منجهان "الله" وارو نالو ٻين سمورن ڪان مٿاهون آهي، جنهن کي "اسم اعظم" چئجي ٿو.* جڏهن تہ ٻين اسمن کي "اسماءُ الله" چيو ويندو آهي. اهڙيءَ ريت سندس ٻين سمورن صفاتي اسمن جي معنائن کي مجازي طور ڪنهن ٻانهي سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پر "الله" واري اسم مبارڪ کي صرف "تعلق" لاءِ ئي استعمال ڪيو ويندو ۽ نہ "تخلق" لاءِ. يعني هن اسم سان ٻانهو پنهنجو تعلق تہ قائم ڪري سگهندو، پر ان جي معنيٰ سان موصوف ٿي نہ سگهندو، جهڙيءَ ريت ٻين اسمن سان موصوف ٿئي ٿو.

## تَعَلُّقُ

عارف (معرفت جي طالب) کي هن اسم مان "تالہ" جو ڀاڱو ملندو آهي، جنهن جو طريقو هي آهي تہ عارف دل جي مڪمل توجهہ ۽ ڌيان سان الله (جَلَّ جَلالُہٗ) جي ياد ۾ مستغرق (گم) ٿي وڃي، ان ذات کانسواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن نہ واجهائي ۽ ان کانسواءِ ڪنهن ٻئي (غير) ۾ نہ تہ ڪا اميد رکي ۽ نہ

---

• الله تعاليٰ جي صفتن جو عڪس ان جي اشرف المخلوقات انسان جي مٿان پيل آهي. وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ ۽ وَعَلَّمَ اٰدَمَ الْاَسْمَاءَ كُلَّهَا ۾ اها عطا سمايل آهي. ان جي تصديق هن حديث قدسيءَ مان بہ ملي ٿي، جنهن ۾ فرمايل آهي تہ: تخلقوا بأخلاق الله. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ الله جي اخلاقن ۽ صفتن سان پاڻ کي سنواريو پر انهن صفتن جو عڪس (حصو) ماڻهن کي مليل آهي. پوري طرح الله تعاليٰ جي ذات ئي انهن صفتن جي مالڪ آهي.

* ڪجهہ عالمن وٽ الله تعاليٰ جا صفاتي نالا بہ اسم اعظم آهن. ٻانهو هميشہ الله تعاليٰ جو محتاج آهي. جڏهن بہ هو پنهنجي احتياج، ضرورت ۽ مدد لاءِ ان جي ذاتي يا ڪنهن بہ صفاتي نالي کي پنهنجي درد، مدد ۽ حاجت ۾ پڪاري ٿو ۽ الله تعاليٰ سان پنهنجي انتهائي عاجزي، بيوسي ۽ خشيت سان پنهنجي عبديت ۽ حُب کي اظهاري ٿو، ان وقت ان لاءِ الله تعاليٰ جو اهو نالو اسم اعظم آهي.

**ڪنهن غير کان ڪو ڀئو ڪري.♦ ايتري قدر جو شهود واري اک ۾ ڪيس ڪو ٻيو نظر ئي نه اچي. جيئن هن فارسي شعر ۾ ٻڌايو ويو آهي:**

رفت او ز ميان ہميں خدا ماند خدا
الفقر اذا تَمَّ فهو الله، اين است

**يعني: جڏهن غير وڃان نڪري ويو ته پوءِ فقط ۽ فقط اهائي ذات باقي وڃي بچي، ان ڪري مقولي "اِذَا تُمَّ فَهُوَ اللّٰه" جو مطلب به اهو ئي آهي، ته ڪامل فقيري تڏهن حاصل ٿيندي، جڏهن خدا جي ذات وڃي باقي بچي ۽ ٻي ڪنهن به شيءِ جو وجود ئي پنهنجي نه رهي.•**

---

♦ نه ڪنهن ٻئي ڏانهن واجهائڻ، نه ڪنهن ٻئي ۾ اميد رکڻ ۽ نه ڪنهن غير کان ڀؤ ڪرڻ، اهي توحيد جا مٿانهان مقامات آهن جن ڏانهن حضرت روضي ڌڻيءَ خاص توجهه ڇڪايو آهي.

• انهيءَ ڪري ئي مومن کان روزانو هر نماز ۾ ورائي ورائي هي چوايو وڃي ٿو ته اِيَّاکَ نَعْبُدُ وَ اِيَّاکَ نَسْتَعِيْنُ رڳو تنهنجي ئي عبادت ڪريون ٿا ۽ رڳو توکان ئي مدد گهرون ٿا. وَحْدَهٗ لَاشَرِيْکَ لَهٗ جو اقرار به انهيءَ لاءِ آهي. پر جيڪڏهن ماڻهو نبين، ولين ۽ مرشدن کي استعانت ۽ مدد لاءِ باقي رکندو ته مومن ۽ ڪامل ٻانهو نه رهندو. انهيءَ ڪري ٻانهي لاءِ ضروري آهي ته: الله تعاليٰ سان پنهنجي تعلق کي هيٺين طريقن سان سگهارو ڪري:

1- هو الله تعاليٰ جي تخليق تي غور ويچار ڪري ۽ حيران رهي ۽ پوءِ پاڻ به مڪمل خدا رتي زندگي گذاري ۽ جابجا ان جو ذڪر ۽ ماڻهن ۾ ان جي پچار ڪري.

2- ان ڪانسواءِ ٻئي پاسي نه نهاري ۽ پنهنجون سڀ اميدون، آسرا ۽ سهارا الله تعاليٰ جي ذات سان وابسته ڪري. پنهنجون سڀ مشڪلون آسان ٿيڻ جو ان ۾ ئي آسرو رکي. الله تعاليٰ جي صفتن کي ڄاڻي ته الله تعاليٰ ڪهڙين قوتن جو مالڪ آهي. پوءِ انهن سڀني صفتن ۽ قوتن ۾ ڪنهن کي به الله تعاليٰ جو شريڪ نه ڪري.

3- الله تعاليٰ جي جوڙيل قانونن جي اطاعت اختيار ڪري. الله تعاليٰ کي سچو مڃڻ اهو نه آهي ته رڳو زبان سان الله تعاليٰ جو اقرار ڪري پر هن کي سچو مڃڻ هيءُ آهي ته هُن جيڪا پنهنجي ڪتاب ۾ هدايت موڪلي آهي، انهيءَ کي پنهنجي لاءِ هادي بڻائي. ان جي رسولن جيڪا تعليم ڏني آهي، انهيءَ کي پنهنجي دل سان مڃي ۽ انهيءَ تي عمل ڪري ڏيکاري.

## الله جي سيني رسولن توحيد جي تعليم ڏني آهي:

قرآن حڪيم ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ هي توحيد جي تعليم ڪا نئين ڳالھ ناهين پر اهوئي پيغام آهي جيڪو شروع ڪان الله تعاليٰ جي طرفان ايندو رهيو آهي. انهيءَ ڪري هر رسول هن ساڳي پيغام ڪي ورجائيندو رهيو. مثلاً حضرت نوح[۴] لاءِ قرآن ۾ ٻڌايو ويو آهي:

وَ لَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا نُوۡحًا اِلٰی قَوۡمِهٖ فَقَالَ یٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَیۡرُهٗ

(المومنون: 21)

ترجمو: "بيشڪ نوح کي سندس قوم ڏانهن موڪليوسون پوءِ چيائين تہ اي منهنجي قوم! الله جي عبادت ڪريو. ان ڪانسواءِ اوهان جو ڪو معبود ۽ ڪارساز نہ آهي."

حضرت نوح عليہ السلام ڪان پوءِ اچڻ واري رسول چيو:

فَاَرۡسَلۡنَا فِیۡهِمۡ رَسُوۡلًا مِّنۡهُمۡ اَنِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَیۡرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوۡنَ

(المومنون: 12)

ترجمو: "پوءِ منجهن هڪ پيغمبر انهن (جي قبيلي) مان موڪليوسون. (تنهن چين) تہ الله جي عبادت ڪريو. ان ڪانسواءِ اوهان جو ڪو معبود نہ آهي، پوءِ ڇو نہ ڊڄندا آهيو؟"

حضرت هود عليہ السلام لاءِ قرآن حڪيم ٻڌايو آهي تہ:

قَالَ یٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَیۡرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوۡنَ (الاعراف: 65)

ترجمو: "چيائين تہ اي منهنجي قوم! رڳو هڪ الله جي عبديت اختيار ڪيو. ان ڪانسواءِ اوهان جو ڪو بہ معبود ۽ ڪارساز نہ آهي. پوءِ ڇو نہ ڊڄندا آهيو؟"

حضرت صالح عليہ السلام لاءِ بہ قرآن حڪيم ساڳي شهادت ڏني آهي تہ:

قَالَ یٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمۡ مِّنۡ اِلٰهٍ غَیۡرُهٗ (الاعراف: 71)

ترجمو: "چيائين تہ اي منهنجي قوم رڳو هڪ الله جي عبديت اختيار ڪيو. ان ڪانسواءِ اوهان جو ڪو بہ معبود ۽ ڪارساز نہ آهي."

حضرت الياس عليہ السلام چيو:

اَتَدۡعُوۡنَ بَعۡلًا وَّ تَذَرُوۡنَ اَحۡسَنَ الۡخَالِقِیۡنَ ﴿۱۲۵﴾ اللّٰهَ رَبَّكُمۡ وَ رَبَّ اٰبَآئِكُمُ

الْاَوَّلِيْنَ ﴿۱۲۶﴾ (الصافات)
ترجمو: ”ڇو توهان بعل (نالي بت) کي پوڄيندا آهيو ۽ سڀ کان ڀلي خلقيندڙ کي ڇڏي ڏيندا آهيو (جو) الله اوهان جو پالڻهار ۽ اوهان جي اڳين ابن ڏاڏن جو پالڻهار آهي.“

حضرت يعقوبؑ لاءِ به ساڳي ڳالھ قرآن حڪيم ياد ڏياري آهي ته ان پنهنجي آخري وقت ۾ پنهنجي پٽن کان ساڳيو اقرار ورتو:
اَمْ كُنْتُمْ شُهَدَآءَ اِذْ حَضَرَ يَعْقُوْبَ الْمَوْتُ ۙ اِذْ قَالَ لِبَنِيْهِ مَا تَعْبُدُوْنَ مِنْۢ بَعْدِىْ ؕ قَالُوْا نَعْبُدُ اِلٰهَكَ وَاِلٰهَ اٰبَآئِكَ اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ اِلٰهًا وَّاحِدًا ۖۚ وَّنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ (البقره: 111)
ترجمو: ”(اي ڪتاب وارؤ!) اوهان (تڏهن) حاضر هيؤ ڇا؟ جڏهن يعقوب کي موت ويجهو ٿيو، جڏهن پنهنجي پٽن کي چيائين ته مون ڪانپوءِ ڪنهن جي عبادت ڪندؤ؟ تڏهن چيائون ته تنهنجي خدا جي ۽ تنهنجي پيءُ ڏاڏي ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق جي خدا جي، جيڪو اڪيلو خدا آهي، عبادت ڪنداسون ۽ اسين سندس حڪم مڃينداسون.“

حضرت موسيٰ عليہ السلام به پنهنجي قوم کي ساڳي ڳالھ ڪئي، جڏهن قوم وارن چيس ته خدا جو هڪ مقرب ٺهرائي ڏي:
قَالَ اَغَيْرَ اللّٰهِ اَبْغِيْكُمْ اِلٰهًا وَّهُوَ فَضَّلَكُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ. (الاعراف: 140)
ترجمو: ”چيائين ته ڇا مان الله ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي تي اوهان جي لاءِ الٰه تجويز ڪيان! الله ته اهو آهي جنهن اوهان کي جهان وارن تي فضليت ڏني آهي.“
اهائي تعليم حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي هئي، جنهن جو اقرار هو خدا جي حضور ۾ هنن لفظن سان ڪندو هو:
وَاِذْ قَالَ اللّٰهُ يٰعِيْسَى ابْنَ مَرْيَمَ ءَاَنْتَ قُلْتَ لِلنَّاسِ اتَّخِذُوْنِىْ وَاُمِّىَ اِلٰهَيْنِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ قَالَ سُبْحٰنَكَ مَا يَكُوْنُ لِىْۤ اَنْ اَقُوْلَ مَا لَيْسَ لِىْ بِحَقٍّ ؕ اِنْ كُنْتُ قُلْتُهٗ فَقَدْ عَلِمْتَهٗ ؕ تَعْلَمُ مَا فِىْ نَفْسِىْ وَلَاۤ اَعْلَمُ مَا فِىْ نَفْسِكَ ؕ اِنَّكَ اَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ
(المائده: 116)
ترجمو: ”۽ جڏهن الله چوندو ته اي عيسيٰ پٽ مريم جا! تو ماڻهن کي چيو هو ڇا ته الله ڪانسواءِ مون کي ۽ منهنجي ماءُ کي به خدا ڪري مڃيو؟ (عيسيٰ) چوندو ته تون پاڪ آهي. جنهن (چوڻ) جو مون کي ڪو حق نه آهي سو چوڻ مون کي ڪيئن جڳائيندو؟ جيڪڏهن مون اهو چيو هو ته بيشڪ اهو توکي معلوم هوندو.

## تعَبُّدَ

**عبدالله (الله جَلَّ جَلالُهٗ جو ٻانهو) ان ٻانهي کي سڏيو ويندو آهي، جنهن جي مٿان الله تعاليٰ پنهنجن سمورن اسمن مبارڪن سان تجلي فرمائي هجي. ان ڪري اهڙي ٻانهي جي عبادت ٻين سمورن ٻانهن جي عبادت کان افضل ترين ۽ اعليٰ ترين ٿي پوندي، ڇو ته اهو ٻانهو جڏهن اسم اعظم ”الله “ جي جلوي سان سرفراز ٿيو آهي، ته الله (جَلَّ جَلالُهٗ) جي انهن سمورين صفتن سان پڻ موصوف ٿي ويو، جيڪي سموريون صفتون هن اسم مبارڪ اندر موجود آهن، ان ڪري هاڻي الله تعاليٰ جي سمورين صفتن جي جلوي ماڻڻ کان پوءِ عبادت ڪندڙ جي عبادت لازمي طور**

---

جيڪي منهنجي دل ۾ آهي سو (تون) ڄاڻندو آهين ۽ جيڪي تنهنجي دل ۾ آهي سو (آءٌ) نه ڄاڻندو آهيان، ڇو ته تون ئي ڳجهن جو ڏاڍو ڄاڻندڙ آهين.“

اها ساڳي تعليم محفوظ ۽ مڪمل شڪل ۾ پيغبر اسلام ﷺ جي ذريعي سڄي انسانيت تائين هنن لفظن ۾ پهچائي وئي:

اَئِنَّكُمْ لَتَشْهَدُوْنَ اَنَّ مَعَ اللّٰهِ اٰلِهَةً اُخْرٰى ؕ قُلْ لَّاۤ اَشْهَدُ ۚ قُلْ اِنَّمَا هُوَ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ وَّ اِنَّنِیْ بَرِیْٓءٌ مِّمَّا تُشْرِكُوْنَ ﴿۱۹﴾ (الانعام: 19)

ترجمو: ”اوهان ثابت ڪري سگهندؤ ڇا ته الله سان ٻيا به عبادت جي لائق آهن؟ چؤ ته آءٌ (اهڙي باطل ڪم جي) شاهدي نٿو ڏيان. چؤ ته هڪ الله کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ڪارساز ڪونهي ۽ جن ٻين کي اوهان شريڪ ٺهرائيندا آهيو تن کان آءٌ بيزار آهيان.“

وَاِلٰـهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ. (البقره: 161)

ترجمو: ”۽ اوهان جو خدا اڪيلو خدا آهي. ان کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ڪارساز نه آهي ۽ اهو ٻاجهارو مهربان آهي.“

سيني پيغمبرن الله جي توحيد انسانن تائين پهچائڻ جي ذميواري سرانجام ڏني آهي. انسانن جي هدايت ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو توحيد جي تعليم ئي آهي. ان ڪري توحيد کانسواءِ انسانن جي عقيدن ۽ عملن جي اهميت ڪانه رهندي. جيڪو ماڻهو توحيد جي تعليم کانسواءِ جيئندو سو مشرڪاڻن طريقن تي جيئندو، جيڪو نبين جي تعليم جو مخالف طريقو آهي.

**ٻين جي عبادتن کان گهٽ مٿاهين ٿي ويندي. ان ڪري ئي اهو ٻانهو حقيقي معنيٰ ۾ ”عبدالله“ ٿي ويندو. اهو ئي سبب آهي، تہ اسم ”عبدالله“ سان اسان جي نبي ڪريمﷺ جن کي خصوصي نسبت حاصل آهي. تڏهن تہ ڪين الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ اَعُوذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيۡطٰنِ الرَّجِيمِ: لَمَّا قَامَ عَبۡدُ اللّٰهِ يَدۡعُوۡهُ (الجن: 19) جڏهن الله (جَلَّ جَلالُهٗ) جو ٻانهو الله جي عبادت لاءِ اٿي بيٺو.) چئي ان نالي سان مخصوص فرمايو. ان ڪري ائين چئي سگهجي ٿو تہ هاڻي هيءُ اسم حقيقت ۾ صرف حضورﷺ جن جي ذات لاءِ مخصوص ٿيو، باقي ٻين ولين ۽ قطبن سڀني کي فقط حضور ڪريمﷺ جن جي ورثي ملڻ ۽ سندن پيرويءَ ۾ ان نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ٻيو اهو بہ ياد رکڻ کپي تہ حضور انورﷺ جن کانسواءِ ٻي ڪنهن لاءِ بہ هي اسم جڏهن استعمال ڪيو ويندو تہ اهو استعمال مجازي طور هوندو، حقيقي طور نہ. اهو مسئلو هن ريت بہ سمجهي سگهجي ٿو تہ، الله تعاليٰ جي مڙني اسمن مبارڪن واري هر هڪ صفت سندس ذاتي اسم الله (جَلَّ جَلالُهٗ) جي اندر موجود آهي تہ پوءِ انهن سمورن اسمن واريون صفتون، هڪ ئي وقت ان اسم ذات ۾ ڪٺيون ٿي ويون. تہ هاڻي جڏهن (عبدالله) ”الله جو ٻانهو“ فقط هڪ کي سڏيو ويو، تہ ٻيا سڀ مجازي ٻانها چيا ويندا. پوءِ ڪٿي کهڙي بہ اسم جو تخلق ۽ تعبد ڪين حاصل هجي: جو تہ اسم الله واري جامعيت (سڀني صفتن کي سموئڻ) ٻي ڪنهن اسم ۾ موجود نہ آهي.■**

---

■ دين اسلام ۾ حضورﷺ کي ايترو مرتبو عطا ڪرڻ جي باوجود عبديت جي درجي تي رکيو ويو آهي ۽ ايمان آڻڻ جي لاءِ جڏهن ڪلمو شريف پڙهائي الله تعاليٰ جي وحدانيت جو اقرار ڪرايو ويو آهي تہ ساڳي وقت ان جي رسول لاءِ عبديت جو اقرار ڪيو ويو آهي. انساني مزاج جي هيءَ ڪمزوري رهي آهي تہ انهن ديوي ديوتائن ۽ رسولن يا ولين کي پنهنجو ڏاتار ۽ خدا بنائڻ ۾ وسان نہ گهٽايو آهي ۽ ڪنهن بہ مذهب جا پيروڪار انهيءَ بچڙائيءَ کان نہ بچي سگهيا آهن. ايستائين جو ٻڌمت ۽ جين مت وارا ماڻهو بہ ان ويڌن کان پاڻ بچائي نہ سگهيا آهن، حالانڪ انهن جي تعليم ۾ خدا جو تصور ئي ڪونهي، پوءِ بہ انهن جي پيروڪارن جي حالت اها بڻجي وئي جو انهن ٻڌ ۽ مهاوير جي وفات کان پوءِ

# الرحمٰنﷻ - الرحيمﷻ

**رحمٰن: جنهن جي معنيٰ آهي رحم ڪندڙ. حقيقت وارن وٽ رحمان ۽ رحيم ٻئي اسم رحمت مان نهيا آهن ۽ ٻنهي ۾ مبالغي (گهڻائيءَ) جي معنيٰ آهي. رحمان ۾ مبالغو وڌيڪ آهي، جو ته ان مان دنيا ۽ آخرت ٻنهي جي رحمت مراد آهي، ٻيو سبب اهو به آهي ته اسم رحمٰن الله (جَلَّ جَلالُہٗ) جي ذات مقدس لاءِ ئي مخصوص آهي.**

**رحمت جي معنيٰ آهي محتاجن تي ڀلائيءَ جي پالوٽ ڪرڻ، ۽ الله (جَلَّ جَلالُہٗ) جي رحمت مان مراد آهي اهڙي عام رحمت، جنهن ۾ دنيا ۽ آخرت جون سڀ نعمتون اچي وڃن. ٻين لفظن ۾ رحمت الاهيءَ جي معنيٰ آهي ٻانهن جون حاجتون ۽ انهن جون ضرورتون فقط پنهنجي سخا ۽ عنايت سان بنا ڪنهن اجوري وٺڻ يا ڪنهن ذاتي مطلب جي پوريون ڪرڻ.•**

---

ٿوري عرصي ۾ سندن مورتيون ناهي انهن جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي. ڪنفيوشس به ديوتائن جي پوڄا ڪي ننديو هو پر ان جي وفات پڄاڻا چين جي معبدن ۾ ڪنفيوشس جا مجسما پوڄجڻ لڳا. اهڙي طرح عيسائين عيسيٰ ۽ مريم کي خدائي تقديس جو درجو ڏئي ڪليسائن ۾ انهن جي الوهيت جا ترانا ڳائڻ شروع ڪيا. هندن ۾ اوتار جو عقيدو انهيءَ رسول پرستيءَ جي جهلڪ آهي ۽ خود عيسائين جي اها رسول پرستي هندن جي اوتار واري عقيدي جو چربو آهي. انهيءَ ڪري قرآن ڪريم انهيءَ رسول پرستيءَ جو رستو هميشه لاءِ اهڙي طرح بند ڪري ڇڏيو جو ڪو به عقيدت جي نالي تي انهيءَ جو دروازو کولي نه سگهي. هينئر مسلمانن لاءِ هي طئي ڪيو ويو آهي ته انهن جو ايمان تيستائين مڃڻ جوڳو ناهي جيستائين هو حضورﷺ جي لاءِ الله تعاليٰ جي عبديت ۽ ٻانهي هجڻ جو اقرار نٿا ڪن.

• قرآن ۾ جهڙي طرح الله تعاليٰ جي صفت ربوبيت جو ذڪر زور سان ۽ وري وري آيو آهي، اهڙي طرح سندس صفت رحمت جو ذڪر به وري وري آيو آهي. قرآن

جي هر سورت جي ابتدا ان الله جي نالي سان ٿئي ٿي جيڪو رحمان ۽ رحيم آهي. ڪٿي اهو الله رحيم ۽ ودود آهي تہ ڪٿي تواب الرحيم آهي. ڪٿي غفور الرحيم آهي تہ ڪٿي عزيز الرحيم آهي ۽ ڪٿي وري برالرحيم آهي. قرآن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏيڍ سؤ دفعا الله جا اهڙا نالا آيا آهن، جن ۾ رحمان ۽ رحيم موجود آهي. ٻيا هنڌ جن ۾ رحمت جو ذڪر آهي، سي الڳ آهن. هونئن تہ هنن ٻن لفظن جو مادو هڪ ئي آهي پر ٻوليءَ جي قائدن روءِ انهن ۾ هڪ لطيف فرق ضرور آهي. رحمان لفظ جي معنيٰ آهي جنهن جي رحمت هنگامي طرح شدت سان پڌري ٿئي ۽ رحيم جي معنيٰ ۾ اهڙي رحمت آهي جيڪا لڳاتار ۽ لازمي ڪارفرما هجي. جيئن الله تعاليٰ انسان جي طبعي گهرجن هوا، روشني ۽ پاڻيءَ کي پنهنجي رحمت سان عام جام مهيا ڪري ڇڏيو آهي ۽ هميشہ سندس رحمت جو ظهور ٿيندو رهي ٿو. فرمايائين: وَ رَحۡمَتِیۡ وَسِعَتۡ کُلَّ شَیۡءٍ "منهنجي رحمت دنيا جي هر شيءِ کي گهيري رکيو آهي." ان ڪري رحمان صفتي رحمت آهي تہ رحيم وري فعلي رحمت آهي ۽ قرآن ٻنهي رحمتن کي واضح ڪيو آهي. يعني ان ذات ۾ رحمت آهي ڇاڪاڻ تہ هو "الرحمان" آهي ۽ صرف ايترو ناهي پر هميشہ ان جي رحمت جو ظهور بہ ٿيندو رهي ٿو ڇاڪاڻ تہ هو الرحيم بہ آهي.

## ڪائنات جي نظام ۾ الله تعاليٰ جي رحمت جا ڪرشما:

اها بہ الله تعاليٰ جي رحمت هئي جو جڏهن انسان کي هن دنيا ۾ موڪليو ويو تہ سندس زندگيءَ جي طبعي ضرورتن جو سامان بہ ڪيس مهيا ڪري ڏنو ويو. انساني زندگيءَ جو پهريون دارومدار هوا تي آهي تہ الله تعاليٰ ان هوا کي زمين مٿان اهڙي طرح روان دوان رکيو ۽ ڦهلائي ڇڏيو آهي جو ماڻهو جتي بہ وڃي تہ هوا ساڻس گڏ آهي. هوا سان گڏ روشنيءَ جو انتظام بہ ساڳي طريقي سان موجود آهي. روشنيءَ ڪانپوءِ پاڻيءَ جو انتظام بہ ٿيل آهي. ان ڪانپوءِ رزق جي ذريعن لاءِ زمين ۾ هر هنڌ اوپڙ جي صلاحيت ۽ پيداوار جا سلسلا ڪارفرما رکيا آهن. الله تعاليٰ انهن وسيلن کي سڀني جي لاءِ اهڙي طرح مهيا ڪيو آهي جو سڀ ان مان فيضياب ٿين ٿا، اهو سڀ انهيءَ جي رحمت سان بنا ليکي لهڻي ملي ٿو. انهن سڀني عطائن کي الله پنهنجي رحمت قرار ڏنو آهي.

فَانۡظُرۡ اِلٰۤی اٰثٰرِ رَحۡمَتِ اللّٰہِ کَیۡفَ یُحۡیِ الۡاَرۡضَ بَعۡدَ مَوۡتِہَا ؕ اِنَّ ذٰلِکَ لَمُحۡیِ الۡمَوۡتٰی.
(الروم: 50)

ترجمو: "پوءِ الله جي رحمت جي آثارن تي نظر وجهو تہ هو بنجر ويرانيءَ واري موت ڪانپوءِ زمين کي سرسبزيءَ جي تازي حيات عطا ڪري ٿو. بيشڪ، اهوئي

مئلن کي جيارينڌڙ آهي.“

وَ مِنۡ اٰيٰتِهٖۤ اَنۡ يُّرۡسِلَ الرِّيَاحَ مُبَشِّرٰتٍ وَّ لِيُذِيۡقَكُمۡ مِّنۡ رَّحۡمَتِهٖ وَ لِتَجۡرِىَ الۡفُلۡكُ بِاَمۡرِهٖ وَلِتَبۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِهٖ وَ لَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ (الروم: 46)
ترجمو: ”۽ سندس نشانين مان هيءَ آهي تہ خوشخبري ڏيندڙ هيرون گهلائيندو آهي ۽ جيئن اوهان کي پنهنجي ٻاجھ جو ذائقو چکائي ۽ سندس حڪم سان ٻيڙيون ترن ۽ سندس فضل مان روزي طلب ڪريو ۽ تہ من اوهين شڪر گذار بڻجو.“

اَمَّنۡ يَّهۡدِيۡكُمۡ فِىۡ ظُلُمٰتِ الۡبَرِّ وَ الۡبَحۡرِ وَ مَنۡ يُّرۡسِلُ الرِّيٰحَ بُشۡرًۢا بَيۡنَ يَدَىۡ رَحۡمَتِهٖ ؕ ءَ اِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ ؕ تَعٰلَى اللّٰهُ عَمَّا يُشۡرِكُوۡنَ (النمل: 61)
ترجمو: ”اوهان کي بر ۽ بحر جي اونداهين ۾ ڪير سڌو رستو ڏيکاريندو آهي ۽ پنهنجي رحمت (مينهن) کان اڳ خوشخبري ڏيندڙ هوائن کي ڪير گهلائيندو آهي؟ الله سان ڪو ٻيو معبود آهي ڇا؟ (منڪر) جيڪي شريڪ مقرر ڪندا آهن تن کان الله تمام مٿاهون آهي.“

وَ هُوَ الَّذِىۡ يُنَزِّلُ الۡغَيۡثَ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا قَنَطُوۡا وَ يَنۡشُرُ رَحۡمَتَهٗ ؕ وَ هُوَ الۡوَلِىُّ الۡحَمِيۡدُ (الشوريٰ: 28)
ترجمو: ”۽ الله اهو آهي جو ماڻهن جي نااميد ٿيڻ کانپوءِ مينهن هيٺ موڪليندو آهي ۽ پنهنجي رحمت پکيڙيندو آهي ۽ اهوئي ڪارساز ساراهيل آهي.“

وَ مِنۡ رَّحۡمَتِهٖ جَعَلَ لَكُمُ الَّيۡلَ وَ النَّهَارَ لِتَسۡكُنُوۡا فِيۡهِ وَلِتَبۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِهٖ وَ لَعَلَّكُمۡ تَشۡكُرُوۡنَ (القصص: 71)
ترجمو: ”۽ پنهنجي رحمت سان اوهان لاءِ رات ۽ ڏينهن بڻايائين تہ اوهين منجهس آرام وٺو ۽ سندس فضل مان روزي طلب ڪريو تہ جيئن اوهين سندس شڪر گذار رهو.“

## آسماني هدايت موڪلڻ بہ الله جي رحمت آهي:

الله تعاليٰ جيئن انسان جي طبعي ضرورتن جي پورائي کي پنهنجي رحمت سڏيو آهي، تيئن انسان جي شرف کي سگهارو ڪندڙ شخصي ۽ روحاني ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ وحيءَ جي هدايت موڪلڻ کي بہ پنهنجي رحمت سڏيو آهي. اهي آسماني ڪتاب سڀي انسانذات لاءِ رحمت آهن. پهريان ڪتاب پنهنجي وقت ۾ رحمت هئا پر جڏهن انهن ۾ تحريف ڪئي وئي تہ اها رحمت پنهنجي مڪمل شڪل ۾ قرآن مجيد ۾ محفوظ ڪئي وئي ۽ هاڻي قرآن مجيد رحمت آهي.

وَ مِنۡ قَبۡلِهٖ كِتٰبُ مُوۡسٰۤى اِمَامًا وَّ رَحۡمَةً (الاحقاف: 12)
ترجمو: "۽ هن (قرآن) کان اڳ موسيٰ جو ڪتاب دين ۾ رهنما ۽ رحمت هو."

وَ هٰذَا كِتٰبٌ اَنۡزَلۡنٰهُ مُبٰرَكٌ فَاتَّبِعُوۡهُ وَا تَّقُوۡا لَعَلَّكُمۡ تُرۡحَمُوۡنَ (الانعام:155)
ترجمو: "هيءُ برڪت وارو ڪتاب (قرآن) لاٿوسون، تنهن ڪري ان جي تابعداري ڪريو ۽ تقويٰ اختيار ڪريو تہ جيئن اوهان تي رحمت ڪئي وڃي."

وَلٰكِنۡ تَصۡدِيۡقَ الَّذِيۡ بَيۡنَ يَدَيۡهِ وَتَفۡصِيۡلَ كُلِّ شَىۡءٍ وَّهُدًى وَّرَحۡمَةً (يوسف: 111)
ترجمو: "هي قرآن اڳين سچاين جي تصديق ڪندڙ آهي. انهيءَ ڪري اهو رحمت آهي."

اِنَّ هٰذَا الۡقُرۡاٰنَ يَقُصُّ عَلٰى بَنِىۡۤ اِسۡرَاۗءِيۡلَ اَكۡثَرَ الَّذِىۡ هُمۡ فِيۡهِ يَخۡتَلِفُوۡنَ۝ وَاِنَّهٗ لَهُدًى وَّرَحۡمَةٌ لِّلۡمُؤۡمِنِيۡنَ۝ (النمل: 76-78)
ترجمو: "هي قرآن انهيءَ ڪري رحمت آهي جو گذريل امتن جي انهن اختلافن جو نبيرو ڪري ٿو جيڪي هنن پنهنجي مذهب جي باري ۾ پيدا ڪري ڇڏيا هئا."

هيءُ قرآن ان ڪري بہ رحمت آهي جو انسانذات سچاين جي باري ۾ جتي جتي بہ دوکي جو شڪار ٿي آهي، هيءُ ڪتاب انهن سچاين جي نکيڙ ڪري سيني اختلافن کي ميسارڻ وارو آهي.

وَ مَاۤ اَنۡزَلۡنَا عَلَيۡكَ الۡكِتٰبَ اِلَّا لِتُبَيِّنَ لَهُمُ الَّذِى اخۡتَلَفُوۡا فِيۡهِ ۙ وَ هُدًى وَّ رَحۡمَةً لِّقَوۡمٍ يُّؤۡمِنُوۡنَ (النحل: 64)
ترجمو: "(اي پيغمبر) توتي ڪتاب هن ڪانسواءِ نازل نہ ڪيوسون تہ جن ان بابت تڪرار ڪيو تن لاءِ تون وضاحت ڪرين ۽ (تنهن ڪري) مومنن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي."

هن قرآن نہ صرف اختلافي ڳالهين جو نبيرو ڪيو آهي پرهر هڪ ڳالهہ کي پڌرو ۽ واضح ڪري ڇڏيو آهي، ان ڪري بہ هي قرآن رحمت آهي:
وَ نَزَّلۡنَا عَلَيۡكَ الۡكِتٰبَ تِبۡيَانًا لِّكُلِّ شَىۡءٍ وَّ هُدًى وَّ رَحۡمَةً وَّ بُشۡرٰى لِلۡمُسۡلِمِيۡنَ
(نحل: 89)
"۽ هر شيءِ کي پڌرو ۽ بيان ڪندڙ مسلمانن جي لاءِ هدايت ۽ رحمت ۽ خوشخبري ڏيڻ لاءِ توتي ڪتاب نازل ڪيوسون."

هن قرآن جا تفصيل ۽ چٽايون الله عليم ۽ خبير جي ذريعي ٿيون آهن، ان ڪري انهن ۾ غلطيءَ جو ڪو امڪان ڪونهي، اهو بہ ان جي رحمت جو دليل آهي:

وَ لَقَدۡ جِئۡنٰهُمۡ بِكِتٰبٍ فَصَّلۡنٰهُ عَلٰی عِلۡمٍ هُدًی وَّ رَحۡمَةً لِّقَوۡمٍ يُّؤۡمِنُوۡنَ (الاعراف: 52)
ترجمو: "۽ بيشڪ انهن کي هڪ ڪتاب ڏنوسون جنهن کي اسان پنهنجي علم (ڪامل) سان کولي تفصيل سان ٻڌايو سون، جيڪو ايمان وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي."

هيءَ ڳالهه به انهيءَ جي رحمت آهي جو ان اوهان جي دلين جي دنيا واري شفا ۽ سلامتي به انهيءَ هدايت ۾ سمائي ڇڏي آهي، انهيءَ لاءِ اوهان جيترا به شڪر گذار ٿيو اهو گهٽ آهي.
يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ قَدۡ جَآءَتۡكُمۡ مَّوۡعِظَةٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ وَ شِفَآءٌ لِّمَا فِی الصُّدُوۡرِ ۙ وَ هُدًی وَّ رَحۡمَةٌ لِّلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۵۷﴾ قُلۡ بِفَضۡلِ اللّٰهِ وَ بِرَحۡمَتِهٖ فَبِذٰلِكَ فَلۡيَفۡرَحُوۡا ؕ هُوَ خَيۡرٌ مِّمَّا يَجۡمَعُوۡنَ ﴿۵۸﴾ (يونس: 57-58)
ترجمو: "اي انسانو! اوهان جي پالڻهار ڪان اوهان وٽ نصيحت ۽ جيڪا (پيڙا) سينن ۾ آهي، تنهن لاءِ شفا ۽ مومنن لاءِ هدايت ۽ رحمت آئي آهي. چئو ته الله جي فضل سان ۽ سندس رحمت سان قرآن نازل ٿيو آهي، پوءِ پيل ته ان تي خوش ٿين. هي انهن سڀني ڪان ڀلو آهي، جيڪي هو گڏ ٿا ڪن."

پر انهيءَ رحمت جو ونڊ انهن کي ئي ملندو ۽ اهي ئي فائدو ماٽيندا، جيڪي پاڻ کي انهيءَ جو اثر قبول ڪرڻ لاءِ آماده ڪندا. بلاشڪ هي قرآن نصيحت، عبرت ۽ دعوت ته سڀني انسانذات لاءِ آهي، پر هي رحمت انهن لاءِ بڻبو جيڪي هن قرآن جي صداقتن تي يقين رکندا:
هٰذَا بَصَآئِرُ لِلنَّاسِ وَ هُدًی وَّ رَحۡمَةٌ لِّقَوۡمٍ يُّوۡقِنُوۡنَ (الجاثيه: 20)
ترجمو: "جيڪو هدايت جي هن سرچشمي سان وابسته ٿي ويندو ته الله ڪيس پنهنجي رحمتن سان نوازي ڇڏيندو."

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ قَدۡ جَآءَكُمۡ بُرۡهَانٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ وَ اَنۡزَلۡنَاۤ اِلَيۡكُمۡ نُوۡرًا مُّبِيۡنًا ﴿۱۷۴﴾ فَاَمَّا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا بِاللّٰهِ وَ اعۡتَصَمُوۡا بِهٖ فَسَيُدۡخِلُهُمۡ فِیۡ رَحۡمَةٍ مِّنۡهُ وَ فَضۡلٍ ۙ وَّ يَهۡدِيۡهِمۡ اِلَيۡهِ صِرَاطًا مُّسۡتَقِيۡمًا ﴿۱۷۵﴾ ؕ (النساءَ: 175-174)
ترجمو: "اي انسانو! بيشڪ اوهان وٽ اوهان جي پالڻهار ڪان هڪ پڪي سند آئي آهي ۽ اوهان تي چٽي روشني (قرآن) لاٿي سون پوءِ جن الله کي مڃيو ۽ ڪيس چنبڙي ورتو تن کي پنهنجي پاران رحمت ۽ فضل هيٺ سگهو داخل ڪندو ۽ پاڻ ڏانهن ڪين سڌو رستو ڏيکاريندو."

اهڙي طرح جيڪو پيغمبر هي ڪتاب اوهان وٽ کڻي آيو آهي، اهو به سڄي انسانذات لاءِ سراپا رحمت آهي جو ان نه صرف پنهنجي زندگيءَ جو نمونو ان قرآن جي هدايت مطابق اوهان کي مثال ڪري ڏنو پر انساني اجتماعيت جو هڪ عاليشان مثالي معاشرو به اوهان کي جوڙي ڏنو:

وَمَآ اَرْسَلْنٰکَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ (الانبياء: 107)

ترجمو: ”۽ اي پيغمبر توکي خاص جهانن جي رحمت لاءِ موڪليوسون.“

## سڌي واٽ جو ملڻ به رحمت آهي:

انسان کي زندگيءَ جي سفر ۾ هڪ سڌي ۽ متوازن واٽ ملي وڃڻ به خدا جي رحمت آهي. ڪيتريون ئي ور وڪڙ راهون ماڻهوءَ کي زندگيءَ جي سفر ۾ رولي رولي تباهه ڪري ڇڏين ٿيون. شيطاني قوتون هميشه انهيءَ ڪوشش ۾ رهن ٿيون ته انسان سڌي واٽ کان پلجي پانت پانت جون ڀٽڪيل واٽون وٺي. انهن شيطاني چالن جي ڪوششن کان محفوظ رهڻ به خدا جي رحمت آهي. اهوئي سبب آهي جو خود نبي ڪريم ﷺ جي متعلق فرمايو ويو:

وَلَوْ لَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْکَ وَرَحْمَتُهٗ لَهَمَّتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْهُمْ اَنْ يُّضِلُّوْکَ (النساء: 111)

ترجمو: ”جيڪڏهن توتي الله جو فضل ۽ ان جي رحمت نه هجي ها ته انهن (ڪافرن) مان هڪ گروهه هيءَ ڳالهه طئي ڪري ويٺو هو ته توکي سڌي واٽ کان پلائي.“

انسان جي مٿان خارجي اثرن کان علاوه خود سندس قلب جا وسوسا به ڀٽڪڻ جو وڏو سبب هوندا آهن. انهن وسوسن جي فتور کان محفوظ رهڻ به خدا جي رحمت آهي. سورت يوسف ۾ عزيز مصر جي گهرواريءَ جي ان ڪيفيت کي قرآن ڪيئن نه چٽائيءَ سان پيش ڪيو آهي:

وَمَآ اُبَرِّئُ نَفْسِىْ ۚ اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌۢ بِالسُّوْٓءِ اِلَّا مَا رَحِمَ رَبِّىْ ؕ اِنَّ رَبِّىْ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ (يوسف: 51)

ترجمو: ”۽ (آءٌ) پنهنجي نفس کي پاڪ نٿي پانيان ڇوته (جنهن تي) منهنجو پالڻهار رحمت ڪري تنهن کان سواءِ نفس (هميشه) بڇڙائي ڏانهن گهڻو ڇڪيندڙ آهي. بيشڪ منهنجو پالڻهار بخشيندڙ مهربان آهي.“

هتي هيءَ ڳالهه ڏيان ۾ رهڻ گهرجي ته ”انهن شيطاني وسوسن کان خدا جي رحمت ڪانسواءِ بچي نٿو سگهجي“ جي معنيٰ هرگز هيءَ نه آهي ته هاڻي انهيءَ مقصد لاءِ ماڻهو پاڻ ڪجهه به نٿو ڪري سگهي ۽ اهو صرف خدا جي ”رحم ۽ ڪرم“ سان ئي ٿئي ٿو. اهو تصور قرآن جي تعليم جي خلاف آهي. جڏهن هي

چيو وڃي ته اهو صرف خدا جي رحمت سان ٿي سگهي ٿو ته ان جي معنيٰ آهي ته ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ روين ۽ عملن سان پاڻ کي ان لائق بڻائي جو هو پنهنجي طبعي ۽ نفسي ڪوشش ۾ ڪٽي وٺيرڪو رهجي وڃي ته الله جي رحمت جو مستحق بڻجي سگهي. جيڪڏهن ماڻهو الله جي موڪليل هدايت تي عمل ڪندو رهندو ته اها موڪليل هدايت به خود رحمت آهي ۽ ان سان ماڻهو ان رحمت مان فيضياب ٿيندو رهندو، تنهن ڪري شيطاني سازشن ۽ قلبي وسوسن کان بچڻ لاءِ انسان قرآن جو اتباع ڪري ۽ پنهنجي جذبن لاءِ ان کان رهنمائي وٺي.

## مهلت جو زمانو به رحمت آهي:

ڪنهن عمل جي سرزد ٿيڻ ۽ ان جي نتيجي سامهون اچڻ ۾ به هڪ مهلت رکي وئي آهي تان ته جيڪڏهن پل ۾ ڪنهن کان غلطي ٿي وئي آهي ته هو پنهنجي اصلاح ڪري سگهي. ان کي مهلت جو زمانو چوندا آهن ۽ اها به خدا جي رحمت آهي، جيئن قرآن ۾ ٻڌايو ويو آهي:

وَ رَبُّكَ الْغَفُوْرُ ذُو الرَّحْمَةِ ؕ لَوْ يُؤَاخِذُهُمْ بِمَا كَسَبُوْا لَعَجَّلَ لَهُمُ الْعَذَابَ ؕ بَلْ لَّهُمْ مَّوْعِدٌ لَّنْ يَّجِدُوْا مِنْ دُوْنِهٖ مَوْئِلًا (الڪهف: 58)

ترجمو: "۽ تنهنجو رب بخشڻهار رحمت وارو آهي. جيڪڏهن ڪين ڪنهن سببان (تڪڙو) پڪڙي ها ته انهن لاءِ عذاب تڪڙو موڪلي ها پر انهن لاءِ هڪ عرصو/وقت رکيل آهي جو ان (وقت) کان اڳتي ڪو به ڇوٽڪارو هرگز نه لهندا."

## توبه جي قبوليت به رحمت آهي:

قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ (الزمر: 51)

ترجمو: "منهنجي طرفان انهن کي چئو ته اي منهنجا اهي ٻانهؤ! جن پاڻ تي ظلم ڪيو! (اوهين) الله جي رحمت کان نااميد نه ٿيو، ڇو ته الله سڀ خطائون بخشيندڙ آهي، بيشڪ اهوئي بخشڻهار رحم ڪندڙ آهي."

پر شرط اهو آهي ته اهي خطائون پل ۾ ٿيون هجن. ضد ۽ سرڪشيءَ سببان ڪيل خطائن جي سزا انسان کي ڀوڳڻي پوندي، اها سزا صرف ڪنهن هڪ توبه سان معاف نه ٿي سگهندي.

عَسٰى رَبُّكُمْ اَنْ يَّرْحَمَكُمْ ۚ وَاِنْ عُدْتُّمْ عُدْنَا ۘ وَ جَعَلْنَا جَهَنَّمَ لِلْكٰفِرِيْنَ حَصِيْرًا (بني اسرائيل: 8)

ترجمو: ”اميد تہ توهان جو رب توهان تي رحم ڪندو ۽ جيڪڏهن (توبهہ ڪان) ڦرندؤ تہ اسان بہ ڦرنداسون ۽ جهنم کي اسان اهڙن (ڦرندڙن) انڪارين لاءِ بنديخانو ڪري ڇڏيو آهي.“

## عذاب کان نجات ملي وڃڻ بہ رحمت آهي:

دنيا ۾ ماڻهن توڙي قومن جون سرڪشي ۽ انڪار واريون ڪي غلطيون اهڙيون هونديون آهن جن سان اهي هميشہ لاءِ تباهيءَ جي کڏ ۾ ڪري پونديون آهن ۽ ڪي غلطيون اهڙيون هونديون آهن جن جا نتيجا ڀوڳڻ کانپوءِ جڏهن اهي واپسيءَ جو رستو وٺنديون آهن تہ ان کي عذاب کانپوءِ نجات ملڻ چيو ويندو آهي. الله تعاليٰ ان کي بہ رحمت سان تعبير ڪيو آهي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن بني اسرائيل کي فرعون جي ڏاڍ کان نجات ملي تہ ان کي خدا جي رحمت چيو ويو. اهڙي طرح نوح عليہ السلام جي قوم کي جڏهن تباهيءَ جي عذاب چئني طرفن کان گهيري ورتو تہ حضرت نوح عليہ السلام فرمايو:

لَا عَاصِمَ الْيَوْمَ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ اِلَّا مَنْ رَّحِمَ (هود: 41)

ترجمو: ”ناهي ڪو بہ بچائيندڙ اڄ الله جي حڪم کان پر جنهن تي پاڻ رحم ڪري.“

اهڙي طرح آخرت جي عذاب کان محفوظ رکڻ بہ الله جي رحمت آهي:

مَنْ يُّصْرَفْ عَنْهُ يَوْمَئِذٍ فَقَدْ رَحِمَهٗ ؕ وَ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْمُبِيْنُ (الانعام: 16)

ترجمو: ”ان ڏينهن جنهن ماڻهوءَ کان عذاب ٽاريو ويندو، تنهن تي بيشڪ رحمت ڪئي وئي ۽ اها پڌري ڪاميابي آهي.“

## جنت بہ رحمت آهي:

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ عَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُدْخِلُهُمْ رَبُّهُمْ فِيْ رَحْمَتِهٖ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْمُبِيْنُ (الجاثة: 10)

ترجمو: ”پوءِ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا تن کي سندن پالڻهار پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪندو ۽ اهائي پڌري ڪاميابي آهي.“

قرآن حڪيم دنياوي زندگيءَ جي اندر الله جي رحمت ۽ ٻاجهہ جا نقشا چٽيا آهن. اولاد صالح کي بہ رحمت سڏيو اٿائين (هود: 71) ۽ ڀلي ساٿ ملڻ کي بہ رحمت سڏيو اٿائين. (مريم: 51) زمين تي حڪمرانيءَ کي بہ رحمت سڏيو اٿائين. (يوسف: 56) امت واحده جي صورت کي بہ رحمت سڏيو اٿائين. (هود: 118) سگهہ ۽ مدافعت جي سامانن کي بہ رحمت سڏيو اٿائين. (الڪهف: 98-97) وري انهن

رحمتن جو دامن ڪيترو ڪشادو آهي، قرآن ان ڪي بہ بيان ڪيو آهي:
قُلْ لَّوْ اَنْتُمْ تَمْلِكُوْنَ خَزَآئِنَ رَحْمَةِ رَبِّيْٓ اِذًا لَّاَمْسَكْتُمْ خَشْيَةَ الْاِنْفَاقِ ؕ وَ كَانَ الْاِنْسَانُ قَتُوْرًا (بني اسرائيل: 100)
ترجمو: ”(اي پيغمبر) چئو تہ جيڪڏهن توهان منهنجي پالڻهار جي رحمت جي خزانن جا مالڪ هجو ها تہ انهيءَ مهل (سڀ) خرچ ٿي وڃڻ جي ڀؤ کان اوهين (انهن کي) ضرور بند رکو ها. ۽ انسان تنگ دل (بخيل) آهي.“

## الرحمٰن:

اللّٰه تعاليٰ ﷻ جو هيءُ خوبصورت ۽ پيلو نالو قرآن ڪريم ۾ 57 دفعا آيو آهي. هڪ ٻن جاين کانسواءِ، هر جاءِ تي اهو نالو اللّٰه تعاليٰ جي جاءِ تي يا ان جي بدران آيو آهي. مثال طور:

- جَنّٰتِ عَدْنِ ۨالَّتِيْ وَعَدَ الرَّحْمٰنُ عِبَادَهٗ بِالْغَيْبِ ؕ (مريم: 61)
”هميشہ رهڻ وارو بهشت، جنهن جو اڻ ڏٺو واعدو رحمٰن پنهنجن ٻانهن سان ڪيو آهي.“

قُلِ ادْعُوا اللّٰهَ اَوِ ادْعُوا الرَّحْمٰنَ ؕ اَيًّا مَّا تَدْعُوْا فَلَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى ۚ (بني اسرائيل: 110)
”چئو تہ الله کي الله چئي سڏيو يا رحمٰن چئي، جنهن بہ نالي سان سڏيو، تہ سمورا سٺا نالا انهيءَ جي لاءِ ئي آهن“.

وَ عِبَادُ الرَّحْمٰنِ الَّذِيْنَ يَمْشُوْنَ عَلَى الْاَرْضِ هَوْنًا (الفرقان: 63)
”۽ رحمٰن جا سچا ٻانها تہ اهي آهن جيڪي زمين تي نوڙت سان هلندا آهن.“

اَلرَّحْمٰنُ ﴿۱﴾ عَلَّمَ الْقُرْاٰنَ ؕ﴿۲﴾ (الرحمٰن: 1-2) ”ٻاجهاري رحمٰن قرآن سيکاريو.“
اللّٰه تعاليٰ ﷻ جو هيءُ اسم پاڪ اَلرَّحِيْمُ سان گڏ بہ آيو آهي.

- بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
”الله جي نالي سان جيڪو تمام ئي ٻاجهارو ۽ مهربان آهي.“

سورت التوبہ کانسواءِ سورت الفاتحہ ۽ سمورين سورتن جي شروع ۾ ۽ سورت النمل جي وچ ۾، الرحيم سان گڏ هيءُ پاڪ نالو الرحمٰن قرآن پاڪ ۾ ڪل 169 دفعا آيو آهي.

وَ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ ﴿۱۶۳﴾ (البقره: 163)
”۽ توهان سمورن جو معبود هڪڙو ئي معبود آهي، ان کانسواءِ ٻيو ڪوبہ معبود

برحق نہ آهي. هو تمام ٻاجهارو ۽ مهربان آهي".

تَنۡزِيۡلٌ مِّنَ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿۲﴾ (حٰمٓ سجدة: 2)
"(قرآن) ٿورو ٿورو ڪري نازل ڪيل آهي، تمام ئي ٻاجهاري مهربان جي طرف کان."

جيئن تہ الرحمٰن نالو خاص الله تعاليٰ جي لاءِ مخصوص آهي، انهيءَ ڪري ڪنهن جو بہ رحمٰن نالو نہ رکيو وڃي پر عبدالرحمان، سيف الرحمان وغيره رکيو وڃي ۽ ماڻهوءَ کي سڏڻ وقت بہ ڪيس رحمٰن ڪري نہ سڏيو وڃي پر ان جو پورو نالو ورتو وڃي.

- نبي ڪريم ﷺ جن عبدالله ۽ عبدالرحمان نالا رکڻ کي پسند فرمايو آهي. (مسلم)
- عالمن جي هڪ جماعت جو چوڻ آهي تہ لفظ "رحمان" پنهنجي اندر پرجوش ۽ چانئجي ويندڙ رحم واري جذبي جي معنيٰ رکي ٿو. (والله اعلم)
- سيدنا سلمان فارسي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: "الله تعاليٰ جنهن ڏينهن آسمان ۽ زمين کي ٺاهيو، تنهن ڏينهن 100 رحمتون پيدا ڪيائين. هر هڪ رحمت آسمان ۽ زمين جي وچ واري وٿيءَ جيتري آهي. انهن مان هڪڙي رحمت زمين تي نازل فرمايائين جنهن جي ڪري ماءُ پنهنجي ٻچي سان محبت ڪندي آهي ۽ چيريندڙ ڦاڙيندڙ جانور ۽ پکي بہ پنهنجي ٻچن سان پيار ڪندا آهن. (مسلم)
- سيدنا سلمان فارسي رضي الله عنه بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ جون هڪ سؤ رحمتون آهن جن مان رڳو هڪڙي رحمت جي ڪري مخلوق پاڻ ۾ هڪٻئي سان رحم ڪندي آهي ۽ باقي رحمت جا نوانوي حصا آخرت جي لاءِ رکيل آهن (جتي انهيءَ جو ظهور ٿيندو). (مسلم)
- سيدنا عمر ابن خطاب رضي الله عنه روايت ڪري ٿو تہ هڪ قيدي عورت پنهنجي ٻار جي ڳولا ۾ جنهن بہ ٻار کي ڏسي پئي تہ ان کي کڻي سيني سان لڳائي پئي. انهيءَ کي ڏسي ڪري رسول الله ﷺ جن فرمايو: ڇا هيءَ عورت پنهنجي ٻار کي باھ ۾ اڇلائيندي؟ اسان چيو تہ الله جو قسم ڪڏهن بہ نہ. پاڻ فرمايائون: الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جي لاءِ هن ماءُ کان بہ ڪيترائي دفعا وڌيڪ رحمت رکندڙ آهي". (مسلم)
- رسول الله ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مان رحمٰن آهيان، مون رحم کي پيدا ڪيو آهي ۽ منهنجي نالن منجهان ئي اهو نالو مشتق ڪيو آهي، انهيءَ (رحم) جي ملائيندڙن کي مان ملائي ڇڏيندس ۽ انهيءَ (رحم) جي ڪٽڻ وارن کي مان ڪٽي ڇڏيندس. (الترمذي)

## الرحيم:

الرحيم: الله تعاليٰ تمام ئي رحم ڪرڻ وارو آهي. سمورن انسانن جي لاءِ عام طرح سان ۽ فرمانبردارن جي لاءِ خاص طرح سان، هيءَ صفت عظيم آهي. انسانذات الله تعاليٰ جي رحمت جي ئي گهرجائو آهي.

وَ رَحۡمَتِیۡ وَسِعَتۡ کُلَّ شَیۡءٍ ؕ فَسَاَکۡتُبُہَا لِلَّذِیۡنَ یَتَّقُوۡنَ وَ یُؤۡتُوۡنَ الزَّکٰوۃَ وَ الَّذِیۡنَ ہُمۡ بِاٰیٰتِنَا یُؤۡمِنُوۡنَ ﴿۱۵۶﴾ۚ (الاعراف: 156)

“۽ منهنجي ٻاجهہ سڀ ڪنهن شيءِ کي شامل آهي، ۽ پوءِ آءٌ پنهنجي ٻاجهہ اُنهن لاءِ لکندس جيڪي پرهيزگاري ڪندا آهن ۽ زڪوٰة ڏيندا آهن ۽ جيڪي منهنجي آيتن تي ايمان آڻيندا آهن.”

اَلرَّحِیۡمُ: الله تعاليٰ جو هيءُ پاڪ نالو قرآن پاڪ ۾ 94 دفعا آيو آهي. جيڪڏهن سورتن جي شروع ۾ بسم الله الرحمٰن الرحيم کي بہ ڳڻايو وڃي تہ اهو تعدا 206 تائين ٿي ويندو.

اِنَّ اللّٰہَ کَانَ بِکُمۡ رَحِیۡمًا (النساء: 29)

“بيشڪ، الله تعاليٰ توهان تي تمام گهڻي ٻاجهہ ڪندڙ/مِهرَ ڪندڙ آهي.”

اِنَّہٗ کَانَ بِکُمۡ رَحِیۡمًا (بني اسرائيل: 66)

“پڪ سان اهو (الله) توهان سان وڏي ٻاجهہ ڪندڙ آهي.”

لِیُخۡرِجَکُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّوۡرِ ؕ وَ کَانَ بِالۡمُؤۡمِنِیۡنَ رَحِیۡمًا (الاحزاب: 43)

“تہ جيئن هو توهان کي اونداهين مان روشنيءَ ڏانهن ڪڍي ۽ اهو ئي تہ آهي ايمان وارن تي وڏي ٻاجهہ ڪندڙ.”

- ايمان وارن تي الله تعاليٰ جي خاص رحمت آهي جيڪا انهن لاءِ هن دنيا ۾ اطمينان ۽ سلامتيءَ جو سبب بڻجي ٿي ۽ آخرت ۾ بہ انهن کي اطمينان ۽ سلامتيءَ جي دائمي زندگيءَ سان ڪامياب ڪرڻ واري آهي.
- جنتين کي الله تعاليٰ جي طرف کان سلام پهچايو ويندو.

سَلٰمٌ ۟ قَوۡلًا مِّنۡ رَّبٍّ رَّحِیۡمٍ ﴿۵۸﴾ (يٰس: 58)

“سلام آهي، تمام ئي رحم ڪندڙ پالڻهار جي طرف کان.”

جنهن جي رحيميءَ جي نتيجي ۾ ان جي فرمانبرداري ڪندڙ ٻانها پنهنجي مراد ماڻي وٺندا. ڪيترو نہ ڀلو رحيم آهي اهو اللهﷻ. (اي الله! تون اسان کي بہ

پنهنجي فرمانبردار ٻانهن ۾ شامل فرماءِ.)

- اَلرَّحِيۡمُ: الله تعاليٰ ﷻ جي اسم اَلرَّءُوۡفُ سان 8 دفعا آيو آهي. اَلرَّءُوۡفُ بہ رحمت جي معنيٰ آهي پر اَلرَّءُوۡفُ ۾ اها رحمت سمايل آهي، جيڪا الله جي پاران شفقت وچان هجي ۽ اَلرَّحِيۡمُ ۾ اها رحمت سمايل آهي جنهن لاءِ ماڻهو محتاج هجي.

وَ مَا كَانَ اللّٰهُ لِيُضِيۡعَ اِيۡمَانَكُمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِالنَّاسِ لَرَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ (البقره: 143)
"الله تعاليٰ ايمان وارن جي ايمان کي وڃائيندڙ نہ آهي، الله تعاليٰ تہ شفقت ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي".

وَ اسۡتَغۡفِرُوۡا رَبَّكُمۡ ثُمَّ تُوۡبُوۡۤا اِلَيۡهِ ؕ اِنَّ رَبِّيۡ رَحِيۡمٌ وَّدُوۡدٌ ﴿۹۰﴾ (هود: 90)
"۽ پنهنجي پالڻهار کان بخشش گهرو، وري ان ڏانهن توبه ڪريو، ڇو تہ منهنجو پالڻهار مهربان (سڀ ڪنهن جو) سڄڻ آهي."

اَلرَّحِيۡمُ: التَّوَّابُ اسم سان گڏ 9 دفعا آيو آهي: مثال طور:

اِنَّ اللّٰهَ كَانَ تَوَّابًا رَّحِيۡمًا (النساء: 16)
"ﭘڪ سان الله تعاليٰ گهڻو توبہ قبوليندڙ ۽ تمام ئي رحم ڪندڙ آهي."

- آدم ؑ کان الله تعاليٰ جي نافرماني ڀل ۾ ٿي وئي ، پوءِ الله تعاليٰ ئي کيس معافي گهرڻ لاءِ جملا سيکاريا. پوءِ جڏهن ﭘاڻ انهن ئي جملن سان الله تعاليٰ کان معافي گهريائين تہ الله تعاليٰ کيس بخشي ڇڏيو، ڇو جو الله تعاليٰ نهايت ئي توبہ قبوليندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي.

فَتَلَقّٰۤى اٰدَمُ مِنۡ رَّبِّهٖ كَلِمٰتٍ فَتَابَ عَلَيۡهِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ التَّوَّابُ الرَّحِيۡمُ ﴿۳۷﴾ (البقره: 37)
"پوءِ سکي ورتا آدم ؑ پنهنجي پالڻهار وٽان ڪي جملا ۽ انهن جي ذريعي توبہ ڪيائين تہ الله تعاليٰ سندس توبہ کي قبول ڪيو، بيشڪ، هو تہ تمام ئي رحم ڪندڙ ۽ توبہ قبوليندڙ آهي."

- اَلرَّحِيۡمُ: 13 دفعا اَلۡعَزِيۡزُ سان بہ آيو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ الله تعاليٰ هر شيءِ تي مڪمل سوڀارو هئڻ جي باوجود بہ تمام ئي رحم ڪندڙ آهي. مثال طور:

وَ اِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الرَّحِيۡمُ ﴿۱۲۲﴾ (الشعراء: 122)
"۽ بيشڪ تنهنجو پالڻهار ئي سڀني تي سوڀارو ۽ تمام ئي ٻاجهہ ڪندڙ آهي."

- اَلرَّحِيۡمُ: 71 دفعا اَلۡغَفُوۡرُ سان آيو آهي جنهن جي معنيٰ آهي غلطين کي معاف ڪندڙ، جيڪو الله تعاليٰ جي شان رحيميءَ جو نتيجو آهي.

فَاُولٰٓئِکَ یُبَدِّلُ اللّٰہُ سَیِّاٰتِهِمۡ حَسَنٰتٍ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوۡرًا رَّحِيۡمًا (الفرقان:70)
"پوءِ الله تعاليٰ اهڙن ماڻهن جي (جيڪي توبہ ڪن، ايمان آڻين ۽ نيڪ ڪم ڪن) گناهن کي نيڪين ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي. ۽ الله ئي تہ آهي تمام بخشڻهار ۽ تمام ئي ٻاجهارو."

- رحمت: الله تعاليٰ جي صفت رحمت جو ذڪر 160 کان بہ وڌيڪ آيتن ۾ ٿيو آهي.
- اَرۡحَمُ الرّٰحِمِيۡنَ: يعني سمورن ٻاجهارن کان تمام گهڻو وڌيڪ ٻاجھ ڪندڙ الله تعاليٰ ئي آهي. (الاعراف: 151، يوسف: 64 ۽ 94، الانبياء: 83)
- خَيۡرُ الرّٰحِمِيۡنَ: سمورن ٻاجهارن ۾ سڀ کان وڌيڪ ٻاجهارو ۽ رحم ڪندڙ آهي. (المؤمنون: 109 ۽ 118)
- اَلرَّحِيۡمُ: رحيم ۽ رئوف جون صفتون قرآن ڪريم ۾ هڪ دفعو نبي ڪريم ﷺ جي لاءِ بہ آيون آهن.

لَقَدۡ جَآءَكُمۡ رَسُوۡلٌ مِّنۡ اَنۡفُسِكُمۡ عَزِيۡزٌ عَلَيۡهِ مَا عَنِتُّمۡ حَرِيۡصٌ عَلَيۡكُمۡ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۱۲۸﴾ (التوبہ: 128)
"توهان وٽ هڪ اهڙو رسول اچي چڪو آهي جيڪو توهان مان ئي آهي، جنهن کي توهان جي تڪليف ڏکي لڳي ٿي. جيڪو توهان جي فائدي جي خواهش رکندڙ آهي. ايمان وارن تي ڏاڍو شفيق ۽ مهربان آهي."

- نبي ڪريم ﷺ جن هڪ دفعي فرمايو تہ رڳو عمل جي بنياد تي ڪوبہ ڇوٽڪارو ماڻي نٿو سگهي، ايتري تائين جو مان بہ ڇٽي نٿو سگهان، سواءِ انهيءَ جي تہ الله تعاليٰ جي رحم جي نظر مون تي ٿئي. (مسلم)
- ڇوٽڪاري جي لاءِ اصل شيءِ الله ﷻ جي صفت رحيميءَ جو حصول ئي آهي. الله تعاليٰ پنهنجي مٿان اها رحمت لکي ڇڏي آهي پر اسان کي پاڻ ان جو مستحق ثابت ڪرڻ کپي. جيئن فرمايو اٿائين تہ: مان پنهنجي رحمت انهن لاءِ لکندس جيڪي پرهيزگاري ڪندا آهن، ماڻهپي سان جيئندا آهن. الله جي راهہ ۾ اڻ ميو خرچ ڪندا آهن ۽ الله تعاليٰ جي ٻڌايل حڪمن ۽ ضابطن مطابق زندگي گهاريندا آهن. انهيءَ ڪري ڪنهن کي پنهنجي نمازن ، زڪوات، حج ۽ عمرن تي فخر نہ هئڻ گهرجي. الله تعاليٰ جي فرمانبرداريءَ تي مرڻ گهڙي تائين پابند رهڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ جي رحمت جي حصول لاءِ آخري پساهن تائين ڏٽيءَ در ٻاڏائيندو رهڻ گهرجي.

## تَعَلُّقُ

**معرفت الاهيءَ جي طالب کي هنن ٻنهي اسمن سان تعلق هن ريت نصيب ٿيندو، جڏهن ٻانهي اهو يقين ڪيو تہ منعم حقيقي ۽ ولي نعمت (حقيقي نعمت ڪندڙ ۽ نعمت جو بخشيندڙ) صرف ذات باري تعاليٰ ئي آهي تہ ان کي گهرجي تہ ان ذات پاڪ تي ئي توڪل ڪري ۽ سڀ ڪم ان کي سونپي ۽ ان جي رحمت واري بارگاھ ۾ پوريءَ طرح ڌيان ڌري ۽ ان ڪانسواءِ ڪنهن بہ غير ڪان مدد نہ گهري ۽ نہ ئي ڪنهن ٻئي در ڏانهن واجهائي.•**

## تَخَلُّقُ

**اهڙي ريت وري تخلق (صفت اپنائڻ) جو رستو هي آهي، تہ سالڪ الله (جَلَّ جَلالُهُ) جي ٻانهن سان رحم وارو ورتاءُ ڪري، ۽ هر هڪ کي رحم واري نظر سان ڏسي ۽ غير شرعي ڪمن کان جان ڇڏائڻ جي ڪوشش**

---

۞ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جيڪو بہ ماڻهو مون ڏانهن هڪ گراٺ وڌي ٿو، مان ان ڏانهن هڪ هٿ وڌندو آهيان ۽ جيڪڏهن توهان اي آدم جي اولاد! مون ڏانهن هڪ هٿ وڌندؤ تہ مان توهان ڏانهن ٻہ هٿ وڌندس ۽ جيڪڏهن توهان مون ڏانهن هلي ايندؤ تہ مان توهان ڏانهن ڊوڙي ايندس. (بخاري)

۞ دنيا ۽ آخرت ۾ الله تعاليٰ جي رحمت حاصل ڪرڻ جو ذريعو رڳو الله سُبحَانَهُ وَتَعَالىٰ جي اطاعت ۽ فرمانبرداري آهي ۽ ان جي ناراضگين کان پنهنجو پاڻ کي بچائڻ آهي.

۞ اَلرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ: الله تعاليٰ جي ذات مڪمل رحمت آهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ظلم کي پنهنجي مٿان حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي ٻانهن لاءِ بہ هڪٻئي تي ظلم حرام ڪري ڇڏيو اٿس. (مسلم)

ماڻهوءَ کي جيڪي تڪليفون ۽ اهنج ملن ٿا انهن جو ڪارڻ ماڻهو پاڻ آهي. ماڻهو جڏهن خدا جي ضابطن کان مُنهن موڙي زندگي گذاري ٿو تہ ان جي نتيجي ۾ ڪيس تڪليفون ۽ اهنج ملن ٿا. انهيءَ ڪري ماڻهو جڏهن بہ تڪليف ۽ اهنج ۾ پاڻ کي ڏسي تہ الله ڏانهن رجوع ڪري توبهہ تائب ٿئي ۽ جيڪي ڏوھ ۽ انحراف ڪيا اٿائين انهن جو ازالو ڪري ۽ الله جي فرمانبرداريءَ واري زندگي اختيار ڪري.

• هتي بہ حضرت محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه توحيد تي خاص توجهہ ڏياري ٿو تہ ان (الله) ڪانسواءِ ڪنهن بہ غير کان مدد نہ گهري وڃي ۽ نہ ڪنهن ٻئي در ڏانهن واجهايو وڃي.

**ڪري، ۽ پنهنجي وس آهر محتاجن جون حاجتون پوريون ڪري.◆ پر اهي ڪم ڀلائي ۽ خير جي ارادي سان ئي ڪري. ڪنهن غرض يا اجوري جي اميد نہ رکندو هجي. جيتوڻيڪ حقيقي رحمت ماڻهن وٽان ملڻ تہ مشڪل آهي، ڇو تہ وٽن نيڪيءَ جي بدلي جو تصور ضرور هوندو آهي، ڀيو نہ تہ ثواب جي اميد تہ هوندي ئي آهي.**

## تَعَبُّدُ

**عبدالرحمٰن: رحمان جو ٻانهو اهو آهي، جيڪو الله ﷻ جي اسم ”رحمٰن“ جو سچو مظهر هجي، جنهن ڪري هو ساري جهان لاءِ رحمت بڻجي پوي ۽ سندس رحمت کان ڪو بہ وانجهيل نہ رهي ۽ هر ڪ پنهنجي پنهنجي قابليت ۽ لياقت آهر ان جي رحمت مان فيضياب ٿيندو رهي.★**

---

◆ جيئن تہ الله تعاليٰ پاڻ ارحم الراحمين ۽ خيرالراحمين آهي، ان ڪري هو پنهنجي انهن ٻانهن کي وڏيڪ پسند ڪري ٿو جيڪي رحم جي واٽ وٺن ٿا. ماڻهن جي لاءِ ڀلايون ڪن ٿا، انهن سان نرميءَ سان پيش اچن ٿا ۽ محبت ۽ ڀائيچاري کي ڦهلائين ٿا. سائلن، محرومن ۽ محتاجن تي رحم ڪائي انهن جي مدد ڪن ٿا. پنهنجي مٽن مائٽن سان صلهٔ رحمي ڪن ٿا ۽ پنهنجي پاڙي وارن جو لحاظ رکي انهن جي سهائتا ڪن ٿا.

هڪ حديث ۾ چيو ويو آهي تہ: لَا يَرۡحَمُ اللّٰه مَنۡ لَّا يَرۡحَمُ النَّاسَ (مشڪوات) جيڪو ماڻهن تي رحم نٿو ڪري، الله تعاليٰ بہ ان تي رحم نٿو فرمائي.

پاڻ سڳورن جو هي بہ فرمان آهي تہ: اِرۡحَمُوۡ امَنۡ فِي الۡاَرۡضِ يَرۡحَمُكُمۡ مَنۡ فِي السماءِ (ابودائود) توهان زمين وارن تي رحم ڪريو تہ توهان تي آسمان وارو رحم ڪندو.

اهڙي طرح جانورن تي بہ رحم ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو ويو آهي. جانورن کي انهن جي طلب مطابق کاڌو پيتو ڏجي، انهن جو علاج ڪجي ۽ انهن کان بار ڍوئڻ يا سواريءَ جو ڪم آسانيءَ سان ۽ سگهہ موافق وٺجي. هڪ صحابيءَ پاڻ ڪريم ﷺ کان پڇيو تہ ڇا جانورن سان بہ صلهٔ رحميءَ جو ثواب ملي ٿو؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ هر جگر رکڻ واري (يعني جاندار) تي احسان ڪرڻ سان ثواب حاصل ٿئي ٿو. (مسلمان هجي يا ڪافر، ماڻهو هجي يا جانور).

★ الله تعاليٰ جي هيءَ بہ رحمت آهي تہ هُن آخري پيغمبر حضرت محمد ﷺ کي سيني جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي. قرآن مجيد کي رحمت واري هدايت بڻايو آهي. دين اسلام کي سلامتي ۽ رحمت جو دين بڻايو آهي. مسلمانن کي

**ڪن بزرگن چيو آهي تہ الله (جَلَّ جَلالُهٗ) جا اهي اسم جن مان ساري موجودات ڪي وجود مليو ۽ ان سان گڏ وري انهن کي معنوي ڪمالات پڻ حاصل ٿيا، انهن سمورن اسمن مبارڪن تي هيءُ اسم "الرحمٰن" غالب آهي (يعني هي اسم اهڙن سڀني اسمن تي شامل ايندڙ آهي.)**

**عبدالرحيم: رحيم جو ٻانهو اهو شخص آهي، جيڪو اسم "رحيم" جو مظهر هجي، يعني ان جو رحم ۽ معنوي ڪمالات جو فيض صرف ايمان ۽ معرفت وارن لاءِ مخصوص هوندو، تنهن ڪري رحيم جو ٻانهو صرف متقين ۽ صالحن تي رحم ڪندو، پر جيڪي الله جي ڏمر ۽ غضب هيٺ آيل هوندا، تن کان ڀرپور انتقام وٺندڙ هوندو ۽ ساڻن ڪا بہ رعايت روا نہ رکندو. جيڪي ماڻهو الله جا باغي آهن.•**

---

ڀلي ۽ مثالي امت بڻايو آهي. سڄي انسانيت کي الله جي ان رحمت واري دين، رحمت واري رسول ۽ رحمت واري قرآن جي ذريعي پنهنجي مثالي عملن سان سڄي انسانيت جي لاءِ نمونو بڻجڻ گهرجي.

• يعني جيڪي ماڻهو الله تعاليٰ جي ضابطن کي پاڻ تہ ڪونہ ٿا مڃن پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان الله جي موڪليل رسولن، ڪتابن ۽ انهن جي ڏنل ضابطن کي مڃي ۽ انهيءَ تي عمل ڪري ٿو تہ انهن کي ستايو وڃي ٿو تہ اهڙا ماڻهو فسادي آهن، اهي خلقڻهار جي ڏنل فطري هدايت ۽ فطري قانونن کان انسانيت کي بهره ور ٿيڻ نٿا ڏين، ويتر پنهنجي سازشي ذهن سان انسانيت دشمن ڪارروايون ۽ ڪم، استحصال ۽ جبر جا طريقا جاري ڪن ٿا تہ اهڙن فسادين سان مومن ٻانهو ڪابہ رعايت نہ ڪندو. ان ظلم جي نظام خلاف جاکوڙيندو ۽ الله تعاليٰ جي رحمت ۽ سلامتيءَ واري نظام جو ساٿ ڏيندو.

## الله تعاليٰ ۽ ان جي ٻانهن جو رشتو محبت جو رشتو آهي:

الله تعاليٰ انسانن سان پنهنجي رحمت جو تعلق قرآن حڪيم ۾ ورائي ورائي ڏنايو آهي. خلقڻهاريءَ ۾ بہ الله تعاليٰ انسانن جي پنهنجي تخليق توڙي انهن جي لاءِ خلقيل بيشمار سهولتن ۾ جابجا الله تعاليٰ جي رحمت نظر اچي ٿي. اهڙي طرح انسانن جي لاءِ سلامتيءَ واري زندگي گذارڻ لاءِ جيڪي عبادتون ۽ احڪام ڏنايا اٿائين سي بہ سراسر رحمت آهن. نماز جي سڀني لوازمات کي اوهان ڏسو، روزي جي فائدن ۽ حڪمن کي ڏسو، زڪوٰة ۽ حج جي روحاني اثرن کي ڏسو. حلال شين جي فائدن کي ڏسو ۽ حرام جي خسارن کي ڏسو، مباح ۽ ممنوع جي اثرن کي ڏسو، ان جي مقرر

کيل وقتن کي ڏسو، جيڏانهن بہ نظر ڦيرايو اوهان جي نظر ان جي رحمتن جو ڪاٿو ڪرڻ کان قاصر نظر ايندي.

قرآن مجيد هي ڳالهہ بہ وري وري ڪئي آهي تہ الله تعاليٰ ۽ انهيءَ جي ٻانهن جو رشتو بہ محبت جو رشتو آهي. سچي عبديت بہ انهيءَ ماڻهوءَ جي آهي جيڪو پنهنجي معبود کي رڳو معبود نہ پر پنهنجو محبوب بہ بڻائي. قرآن چوي ٿو:

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّتَّخِذُ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَنْدَادًا يُّحِبُّوْنَهُمْ كَحُبِّ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا لِّلّٰهِ ؕ (البقره: 165)

ترجمو: "۽ ڏسو! انسانن مان ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ٻين هستين کي الله جو همسر بڻائن ٿا ۽ انهن هستين کي ائين ئي چاهڻ لڳن ٿا جيئن الله کي چاهڻ گهربو آهي. جيڪي ماڻهو سچي ايمان وارا آهن انهن جي تہ وڏ کان وڏ محبت رڳو الله سان ئي هوندي آهي."

ٻئي هنڌ قرآن چئي ٿو:

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَنْ يَّرْتَدَّ مِنْكُمْ عَنْ دِيْنِهٖ فَسَوْفَ يَاْتِى اللّٰهُ بِقَوْمٍ يُّحِبُّهُمْ وَيُحِبُّوْنَهٗٓ ۙ (المائده: 54)

ترجمو: "اي ايماني دعوت جا پيروڪارئو! جيڪڏهن توهان مان ڪو شخص پنهنجي دين جي واٽ کان ڦري ويندو تہ (ڪو ائين نہ سمجهي تہ ان سان دين کي نقصان پهچندو) سگهوئي الله ان وقت اهڙا ماڻهو پيدا ڪندو جن کي الله جي محبت حاصل هوندي ۽ اُهي الله کي محبوب رکڻ وارا هوندا."

## جيڪو الله تعاليٰ سان محبت ڪرڻ گهري ٿو، ڪيس گهرجي الله تعاليٰ جي ٻانهن سان محبت ڪري:

ٻانهن لاءِ الله تعاليٰ جي محبت جي عملي واٽ ڪهڙي آهي؟ قرآن ٻڌائي ٿو تہ الله تعاليٰ سان محبت جي واٽ ان جي ٻانهن سان محبت وٽان گذرندي آهي. جيڪو ماڻهو چاهي ٿو تہ الله ان سان محبت ڪري تہ ڪيس گهرجي تہ الله جي ٻانهن سان محبت ڪري سگهي. پهرين محبت الله تعاليٰ جي محبوب اعظم ان جي پيغمبر محمد ڪريم ﷺ سان ان جي اطاعت جي صورت ۾ ڪري. قرآن چئي ٿو:

قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٣١﴾ (آل عمران: 31)

ترجمو: "(اي پيغمبر انهن کي) چئہ تہ جيڪڏهن توهان واقعي الله تعاليٰ سان محبت ڪريو ٿا تہ پوءِ اوهان منهنجي اطاعت ڪريو (جو مان توهان کي محبت

الاهي جي حقيقي واٽ ڏيکاريان ٿو) جيڪڏهن اوهان ائين ڪيو ته نه صرف اوهان الله سان محبت ڪرڻ وارا ٿي ويندئو پر خود الله اوهان سان محبت ڪندو ۽ توهان جا گناهه بخشي ڇڏيندو جو الله بخشيندڙ ۽ رحمت وارو آهي.“

الله تعاليٰ جو پيغمبر انسانن سان محبت ذريعي الله تعاليٰ جي محبت جا قرآن ۾ آيل سبق هيئن سيکاري ٿو:

وَاٰتَى الْمَالَ عَلٰى حُبِّهٖ (البقره: 177)
ترجمو: ”اهي جيڪي پنهنجو مال الله جي محبت ۾ خرچ ڪن ٿا.“

وَيُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰى حُبِّهٖ مِسْكِيْنًا وَّيَتِيْمًا وَّاَسِيْرًا۝ اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللّٰهِ لَا نُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَاۗءً وَّلَا شُكُوْرًا۝ (الدهر: 8-9)

ترجمو: ”۽ الله جي محبت ۾ اُهي مسڪينن، يتيمن ۽ قيدين کي کارائن ٿا ۽ چون ٿا ته اسان جو کارائڻ رڳو الله جي لاءِ آهي. اسان کي ان جو نه بدلو گهرجي ۽ نه شڪرگذاري.“

الله تعاليٰ جي رضا ۽ محبوبيت هن دنيا واري جهان ۾ ان جي ٻانهن سان پيلي وهنوار ۾ آهي. رحمت واري پيغمبر حضرت محمد ﷺ فرمايو:

انما يرحم الله من عباده الرحمان
”الله جي رحمت انهن ٻانهن لاءِ آهي جيڪي سندس ٻانهن لاءِ رحمت رکندا هجن.“

حضرت عيسيٰ عليه السلام جو هي مشهور فرمان هڪ وڏو سبق شمار ٿيندو آهي ته: ”توهان زمين وارن تي رحم ڪريو ته آسمان وارو توهان جي مٿان رحم ڪندو.“ اهي ساڳيا لفظ پيغمبر اسلام ﷺ به هيئن ورجايا ته:

ارحموا مَنْ في الارض يرحمكم من في السماءِ
ترجمو: ”توهان انهن تي رحم (پيلايون) ڪيو جيڪي زمين تي آهن، ته اوهان تي اهو رحم (پيلايون) ڪندو جيڪو آسمان تي آهي.“

زمين وارن سان پيلايون ڪرڻ جي اها ڳالهه هڪ قدسي حديث ۾ بيحد اثرائتن ۽ ڇپي ويندڙ لفظن ۾ پيغمبر ڪريم ﷺ ٻڌائي آهي، فرمايائون:

”قيامت ڏينهن ائين ٿيندو جو الله تعاليٰ هڪ انسان کي چوندو ته اي ابن آدم! مان بيمار ٿي پيو هوس پر تو منهنجي بيمار پرسي نه ڪئي! ٻانهو وڏي حيرانگيءَ مان چوندو ته منهنجا الله اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، تون ته جهانن جو ڌاتار آهين! الله تعاليٰ فرمائيندو ته ڇا توکي معلوم ناهي ته منهنجو فلاڻو ٻانهو تنهنجي پاسي ۾ بيمار ٿي پيو هو ۽ تو ان جي بيمار پرسي نه ڪئي؟ جيڪڏهن ان

جي بيمار پرسي ڪرين ها تہ مون کي اتي لهين ها. اهڙي طرح الله تعاليٰ فرمائيندو اي ابن آدم! مان توکان کاڌو گهريو هو پر تو مون کي نہ کارايو! ٻانهو عرض ڪندو ڀلا اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو. تون تہ پاڻ جهانن جو پالڻهار آهين! الله تعاليٰ فرمائيندو تہ ڇا توکي ياد ناهي تہ منهنجي فلاڻي بکايل ٻانهي توکان کاڌو گهريو هو ۽ تو ان کي ڌتڪاري ڇڏيو. جيڪڏهن تون ان کي کاڌو کارائين ها تہ ان کي مون وٽ لهين ها! ائين ئي الله تعاليٰ فرمائيندو تہ اي ابن آدم! مان توکان پاڻي گهريو هو پر تو مونکي پاڻي نہ ڏنو. ٻانهو عرض ڪندو تہ منهنجا الله سڀي جهان کي تون کارائيندڙ ۽ پيارينڌڙ، مان ڪير جو تنهنجي اڃ لاهيان! الله تعاليٰ فرمائيندو تہ منهنجي فلاڻي ٻانهي توکان پاڻي گهريو هو پر تون ڪيس پاڻي نہ پياريو. جيڪڏهن تون ان کي پاڻي پيارين ها تہ ان کي مون وٽ لهين ها."

ٻيو تہ نهيو قرآن حڪيم سڄڻن سان ۽ عام ماڻهن سان تہ ڀلائي جو حڪم ڪيو پر پنهنجي دشمن کي بہ معاف ڪرڻ جي ترغيب ڏني ۽ ٻڌايو تہ جيڪو ڪنهن جي ايذائڻ تي صبر ڪري ۽ بخشي ڇڏي تہ اها ماڻهوءَ جي وڏ وڙائي آهي. ان طرح بخشي ڇڏڻ جو صَلو انهن کي آخرت ۾ انوقت ملندو جڏهن ماڻهوءَ کي ان جي وڏ کان وڏ ضرورت هوندي.

قرآن کولي ٻڌايو آهي تہ:

وَالَّذِيْنَ صَبَرُوا ابْتِغَاۗءَ وَجْهِ رَبِّهِمْ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْفَقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً وَّيَدْرَءُوْنَ بِالْحَسَنَةِ السَّيِّئَةَ اُولٰۗىِٕكَ لَهُمْ عُقْبَى الدَّارِ ۙ (الرعد: 22)

ترجمو: "۽ اِهي اُهي ماڻهو آهن جن الله تعاليٰ جي محبت ڪندي (الله تعاليٰ جي راضپي حاصل ڪرڻ جي طلب ۾ هر طرح جي تڪليفن ۽ سختين ۾) صبر ڪيو (۽ پنهنجي فرض ادائين ۾ ثابت قدم رهيا) نماز قائم رکي جيڪو رزق اسان کين ڏنو آهي تنهن مان (خدا جي راهہ ۾) مخفي طرح توڙي ظاهرظهور خرچ ڪندا رهيا. هنن برائيءَ جي مقابلي ۾ برائي نہ ڪئي، بلڪ چڱائيءَ جي هلت ڪئي. بيشڪ اهي ئي ماڻهو آهن جن جي لاءِ عاقبت جو گهر (تيار رکيل) آهي."

جنت جي اها زندگي مومن ماڻهوءَ جي لاءِ رحمت جي ڪمال زندگي هوندي جو اتي الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن ڏي رحمت پري نيڻن نهار ڪندو ۽ انهن سان ڳالهيون ڪندو. فالحمدلله رب العالمين

**





























# حڪمتِ قرآن اِنسٽيٽيوٽ

جامع مسجد رباني، هائي وي ڪالوني،
اسڪيم 33۔، نزد جمالي پُل، ڪراچي ايسٽ
فون: 0313-2707097